# سماجي اڀياس

سوال 1: گلوب ڇا آهي؟
جواب : " گلوب " لاطيني زبان جي لفظ " گلوبس " مان ورتل آهي جنهن جي معنى گولائون جسم آهي.
سوال 2:گلوب ڪهڙي ڪم اچي ٿو؟
جواب : گلوب گولائين نقشي کي ظاهر ڪري ٿو.
سوال 3: کنڊ ڇا آهي؟
جواب : دنيا کي جن سٽن حصن ۾ ورهايو ويو آهي انهن مان هر هڪ حصي کي کنڊ چئجي ٿو.
سوال 3: دنيا ۾ ڪل ڪيترا کنڊ آهن؟
جواب : ست کنڊ.: ايشيا، آفريڪا، اتر آمريڪا، ڏکڻ آمريڪا، يورپ، آسٽريليا ۽ انٽارڪٽيڪا.
سوال 4: سمنڊ ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : دنيا جي تمام وڏي پاڻيءَ واري پاڱي کي سمنڊ چئجي ٿو.
سوال 5: دنيا ۾ ڪهڙا سمنڊ آهن؟
جواب : پئسفڪ سمنڊ، ائٽلانٽڪ سمنڊ، هِندي سمنڊ، آرڪٽڪ سمنڊ، انٽارڪٽڪ سمنڊ.
سوال 6: انٽارڪٽيڪا کنڊ ڪٿي موجود آهي؟
جواب : ڏکڻ قطب ۾.
سوال 7: آرڪٽڪ سمنڊ ڪٿي موجود آهي؟
جواب : اتر قطب ۾.
سوال 8: ڌرتيءَ جا ڪيترا تهه آهن؟
جواب : ڌرتيءَ جا ٽي تهه آهن. : اندريون تهه ( ڪور ). وچون تهه ( مينٽل ). ٻاهريون تهه ( ڪرسٽ ).
سوال 9: دنيا جو وڏي ۾ وڏو ۽ ننڍي ۾ ننڍو کنڊ ٻڌايو؟
جواب : وڏي ۾ وڏو کنڊ ايشيا ۽ ننڍي ۾ ننڍو کنڊ آسٽريليا آهي.
سوال 10: نقشو ڇا آهي؟
جواب : پوري ڌرتي يا ڌرتيءَ جي ڪجھ حصي جي مٿاڇري واري هموار خاڪي کي نقشو چئبو آهي.
سوال 11: نقشي جا جزا ٻڌايو؟
جواب : عُنوان، نشانيون، ڪُنجي، قطب نما، پئمانو.
سوال 12: سنڌ جي تاريخ ڪيتري قديم آهي؟
جواب : سنڌ جي تاريخ پنج هزار سال کان به وڌيڪ قديم آهي.
سوال 13: پٿر وارو دور ڪهڙو آهي؟
جواب : هزارين سال اڳ هٿان جا ماڻهو شڪار ڪرڻ، ڪاٺين وڍڻ ۽ گهر ٺاهڻ لاءِ پٿر جا اوزارڪم آڻيندا هئا. ان کي پٿر جو دور سڏجي ٿو.
سوال 14: سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب ڪهڙي نديءَ تي آباد آهي؟
جواب : سنڌو نديءَ جي ساڄي ڪپ تي.
سوال 15: موهن جي دڙي جي کوٽائي ڪڏهن ٿي ۽ ڪنهن ڪرائي؟
جواب : 1922ع ۾ سر جان مارشل ڪرائي.
سوال 16: تهذيب ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : ماڻهن جي ڪنهن خاص هنڌ ۽ وقت تي رهڻي ڪهڻيءَ کي تهذيب چئجي ٿو.
سوال 17: موهن جي دڙي جا ماڻهو ڪهڙي پوک ڪندا هئا؟
جواب : ڪڻڪ، جَوَ، چانوَر ۽ ووئنڻ
سوال 18: آريا ڪٿان آيا هئا؟
جواب : آريا وچ ايشيا ۽ اوڀر يورپ کان آيا هئا.
سوال 19: آريا سماج ڪيترين ذاتين ۾ ورهايل هو؟
جواب : آريا سماج چئن ذاتين ۾ ورهايل هو. برهمڻ، کشتري، ويش ۽ شودر.
سوال 20: سڀ کان اوچي ذات برهمڻ ڇا هئا؟
جواب : پوڄاري، ڏاها ۽ فيلسوف.
سوال 21: کشتري ڇا هئا؟
جواب : ويڙهاڪ اڳواڻ ۽ حڪمران.
سوال 22: ويش ڇا هئا؟
جواب : واپاري، هنرمند ۽ هاري.
سوال 23: شودر ڇا هئا؟
جواب : مزدور ۽ ٻين ذاتين لاءِ نوڪر جو ڪم ڪندا هئا.
سوال 24: اهو ڪهڙو طبقو هو جنهن کي هٿ لائڻ به گناهه سمجهو ويندو هو؟

جواب : اڇُوت ( اُهي ذات جي دائري مان خارج ڪيل سمجهيا ويندا هئا. )
سوال 25: ڪهڙي مسلمان سپهه سالار سنڌ فتح ڪئي هئي؟
جواب : محمد بن قاسم 712ع ۾.
سوال 26: 712ع ۾ عراق جو گورنر ڪير هو؟
جواب : حجاج بن يوسف.
سوال 27: ڪهڙي بندرگاهه تي عربن کان ڦرلٽ ڪئي وئي هئي؟
جواب : سنڌ جي بندرگاهه ديبل وٽ.
سوال 28: جڏهن عربن سنڌ فتح ڪئي ته سنڌ جو حڪمران ڪير هو؟
جواب : راجه ڏاهر.
سوال 29: محمد بن قاسم سنڌ تي حملي وَقت ڪهڙو هٿيار آندو هو؟
جواب : منجنيق.
سوال 30: محمود غزنوي ڪڏهن سنڌ تي حڪومت ڪئي؟
جواب : 1026ع کان 1050ع تائين.
سوال 31: سومرا خاندان ڪيترو وقت سنڌ جا حڪمران رهيا؟
جواب ( 1050ع کان 1351ع ) تائين. 300 سالن کان به وڌيڪ.
سوال 32: سما خاندان سنڌ تي ڪيترو وقت حڪمران رهيا؟
جواب : ( 1351ع کان 1520ع ) تائين. 175 سال.
سوال 33: 1520ع کان 1591ع تائين سنڌ تي ڪنهن جي حڪومت هئي؟
جواب : ارغون ۽ ترخان.
سوال 35: مغل بادشاهه اڪبر ڪڏهن سنڌ فتح ڪئي؟
جواب : 1591ع ۾.
سوال 36: مغل بادشاهه اڪبر ڪٿي ڄائو ؟
جواب : عمر ڪوٽ ۾.
سوال 37: ڪلهوڙن سنڌ تي ڪڏهن کان ڪيستائين حڪومت ڪئي؟
جواب : 1701ع کان 1783ع تائين.
سوال 38: ڪهڙن حڪمرانن حيدرآباد کي گاديءَ جو هنڌ بنايو؟
جواب: ڪلهوڙن.
سوال 39: ٽالپرن ڪڏهن کان ڪيستائين حڪومت ڪئي؟
جواب : 1783ع کان 1843ع تائين.
سوال 40: ٽالپرن جو آخري حڪمران ڪير هو؟
جواب : مير نصير خان ٽالپر.
سوال 41: انگريز ڪڏهن سنڌ ۾ آيا؟
جواب : 16هين صديءَ ۾ مغل بادشاهه جهانگير جي دور ۾.
سوال 42: انگريزن ڪراچيءَ تي ڪڏهن قبضو ڪيو؟
جواب : 1839ع ۾.
سوال 43: انگريزن سڄي سنڌ تي ڪڏهن ۽ ڪنهن جي اڳواڻيءَ ۾ قبضو ڪيو؟
جواب : 1843ع ۾ چارلس نيپيئر جي اڳواڻيءَ ۾.
سوال 44: انگريزن ۽ ٽالپرن ۾ آخري جنگ مياڻيءَ جي جنگ ڪڏهن لڳي؟
جواب : 23 مارچ 1843ع ۾.
سوال 45: انگريزن سنڌ تي قبضي ڪانپوءِ هتي ڪهڙا سڌارا آندا؟
جواب : مواصلاتي نظام، روڊ، ريلوي لائينون، تار جو سرشتو، اسڪول، ڪاليج ۽ ٺاٺا وغيره ٺهرايا.
سوال 46: سکر بئراج ڪڏهن ٺهيو؟
جواب : 1932ع ۾.
سوال 47:سنڌ کي بمبئي کان ڌار ڪري ڪڏهن الڳ صوبي جو درجو ڏنو ويو؟
جوا ب : 1936ع ۾.
سوال 48: ڪوٽڙي بئراج ڪڏهن ٺهيو؟
جواب : 1955ع ۾.
سوال 49: سنڌ جو بهادر جرنيل هوش محمد شيدي (هوشُو) ڪهڙي جنگ ۾ شهيد ٿيو؟
جواب : مياڻيءَ جي جنگ ۾ 23 مارچ 1843ع ۾.
سوال 50: تحريڪِ پاڪستان ۾ سنڌ جي ڪهڙن اهم ماڻهن حصو ورتو؟
جواب : قائدِ اعظم، سر عبدالله هارون، ليڊي نصرت هارون، سائين جي.ايم سيد، مولانا دين محمد وفائي ، غلام محمد پرڳڙي.
سوال 51: آدمشماري ڇا آهي؟

جواب : ماڻهن جي ڳڻپ کي آدم شماري چئبو آهي.
سوال 52: آدمشماري ڪرڻ واري کي ڇا چئبو آهي؟
جواب : انيومريٽر (Enumerator).
سوال 53: 1998ع ۾ سنڌ جي آبادي ڪيتري هئي؟
جواب : 30 ملين ( 3 ڪروڙ ).
سوال 54: 1998ع جي آدمشماري موجب پاڪستان جي آبادي ڪيتري هئي؟
جواب : 130 ملين ( 13 ڪروڙ ).
سوال 55: 1998ع جي آدمشماري موجب سنڌ جا ڪيترا ماڻهو شهرن ۾، ۽ ڪيترا ڳوٺن ۾ رهن ٿا؟
جواب : 48.5 سيڪڙو شهرن ۾ ، ۽ 51.5 سيڪڙو ڳوٺن ۾ رهن ٿا.
سوال 56: سنڌو ندي ڪٿان نڪري ٿي ۽ ڪٿي ڇوڙ ڪري ٿي؟
جواب : سنڌو ندي هماليه جبل جي تبت واري علائقي مان نڪري ٿي ۽ ٺٽي وٽان عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي. ان ڇوڙ واري جاءِ کي انڊس ڊيلٽا چئجي ٿو.
سوال 57: سنڌو ندي پاڪستان ۾ ڪٿان داخل ٿئي ٿي ۽ ان جي ڊيگهه ڪيتري آهي؟
جواب : سنڌو ندي گلگت وٽان پاڪستان ۾ داخل ٿئي ٿي. هن جي ڊيگهه 2700 ڪلوميٽر آهي.
سوال 58: دريا يا ندي ڇا آهي؟
جواب : لڳاتار وهندڙ پاڻي جو قدرتي وهڪرو جيڪو جبلن تان وهي اچي سمنڊ ۾ پوي .
سوال 59: نئين ڇا کي چئبو آهي؟
جواب : ننڍي ۽ سوڙهي ندي جيڪا مينهن جي موسم ۾ وهي ان کي نئين چئبو آهي.
سوال 60: سنڌ جي نئين جا نالا ٻڌايو ۽ اهي ڪٿان وهن ٿيون؟
جواب : 1. نئين باران ( کيرٿر جبل مان نڪري ٿي. )
2. نئين گاج ( جوهي وٽان وهي اچي منڇر ڪان سنڌو ۾ اچي ٿي. )
3. نئين ملير ( ڪراچي مان سنڌودرياهه ۾ ڇوڙ ڪري ٿي.)
سوال 61: چشمو ڇا آهي؟
جواب : زمين اندران نڪرندڙ لاڳيتي پاڻي جي وهڪري کي چشمو يا جهرڻو چئبو آهي.
سوال 62: چشما ڪيترن قسمن جا آهن؟
جواب : ٻه قسمن جا. 1. گرم پاڻي وارا چشما ۽ 2. ٿڌي پاڻي وارا چشما.
سوال 63: پاڪستان ۾ ڪهڙا درياهه آهن؟
جواب : سنڌو درياهه، جهلم، چناب، ستلج، راوي ۽ بياس وغيره.
سوال 64: دنيا جا ڪجهه وڏا درياهه ٻڌايو؟
جواب: 1. نيل دنيا جو سڀ کان ڊگهو درياهه آهي جيڪو مصر پرسان وهي ٿو.
2. اميزون درياهه جيڪو ڏکڻ آمريڪا ۾ وهي ٿو.
3. مسسپي درياهه جيڪو آمريڪا ۾ وهي ٿو.
سوال 65: ڏکڻ ايشيا جي وڏي ندي ڪهڙي آهي؟
جواب : يينگ زي ندي.
سوال 66: جبل ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : زمين جو پٿرائون ڀاڱو جيڪو مٿان کان لهوارو هجي ۽ اُوچائي هزار فوٽ کان مٿي هجي.
سوال 67: سنڌ ۾ ڪهڙا جبل آهن؟
جواب : کيرٿر ۽ ڪارونجهر جبل.
سوال 68: کيرٿر جبل ڪٿي آهي؟
جواب : سنڌ ۽ بلوچستان جي سرحد تي.
سوال 69: گورک ۽ لڪي وارا جبل ڪهڙي جابلو سلسلي ۾ آهن؟
جواب : کيرٿر جبل.
سوال 70: ٽڪر ڇا کي چئبو آهي؟
جواب : پٿرن جو اهو اوچو ڀاڱو جيڪو لهوارو هجي ۽ اوچائي هزار فوٽ کان گهٽ هجي.
سوال 71: سنڌ ۾ ڪهڙيون ٽڪريون آهن؟
جواب : 1. گنجو ٽڪر حيدر آباد ۾ آهي جتان چُن جو پٿر نڪري ٿو.
2. آدم شاهه جي ٽڪري جيڪا سکر ۾ آهي، هن ٽڪري تي آدم شاهه ڪلهوڙي جي مزار آهي.
3. مڪليءَ جون ٽڪريون : هي ٺٽي ۾ آهن، هتي بادشاهن،راڻين،عالمن ۽ صوفين جا مقبرا آهن.
سوال 72: ڪارُونجهر جبل ڪٿي آهي؟
جواب : ڪارونجهر جبل ننگر پارڪر ضلعي ٿر ۾ آهي، جتان چن جو پٿر ملي ٿو.
سوال 73: ڪالڪان جي ٽڪري ڪٿي آهي؟
جواب : روهڙي ۾ آهي. هتان چن جو پٿر ملي ٿو.

سوال 74: چُن جو پٿر ڪهڙي ڪم اچي ٿو؟
جواب : سيمينٽ ٺاهڻ ۾ڪم اچي ٿو.
سوال 75: ريگستان ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : وڏي ايراضيءَ تي پکڙيل اُهو علائقو جيڪو گرم ۽ خشڪ هجي.
سوال 76: سنڌ جو مشهور ريگستان ٻڌايو؟
جواب : ٿر جو ريگستان.
سوال 77: سنڌ جا مشهور چشما ٻڌايو؟
جواب : لڪي وارا چشما، جهمپير وارا چشما، منگهوپير وارا چشما.
سوال 78: ڍنڍ ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : پاڻيءَ جي اها ايراضي جنهن جي چوڌاري خشڪ زمين هجي ۽ وچ ۾ پاڻي هجي.
سوال 79: سنڌ جون مشهور ڍنڍون ڪهڙيون آهن؟
جواب : 1. ڪينجهر ڍنڍ جيڪا ٺٽي ۾ آهي ۽ منڇر ڍنڍ جيڪا سيوهڻ پرسان ڄامشورو ضلعي ۾ آهي.
سوال 80: پاڪستان جي ڪُل ايراضي ٻڌايو؟
جواب : 7،96،096 چورس ڪلوميٽر.
سوال 81: بلوچستان جي ايراضي ڪيتري آهي؟
جواب : 3،47،190 چورس ڪلوميٽر.
سوال 82: پنجاب جي ايراضي ڪيتري آهي؟
جواب : 2،05،344 چورس ڪلوميٽر.
سوال 83: سنڌ جي ايراضي ڪيتري آهي؟
جواب : 1،40،914 چورس ڪلوميٽر.
سوال 84: خيبرپختونخواه جي ايراضي ڪيتري آهي؟
جواب : 74،521 چورس ڪلوميٽر.
سوال 85: آزاد ڪشمير جي ايراضي ڪيتري آهي؟
جواب : 13،297 چورس ڪلوميٽر.
سوال 86: اسلام آباد جي ايراضي ڪيتري آهي؟
جواب : 906 چورس ڪلوميٽر.
سوال 87: فاٽا جي ايراضي ڪيتري آهي؟
جواب : 27،220 چورس ڪلوميٽر.
سوال 88: موسم ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : فضا ۾ جيڪا خاص تبديلي اچي ان کي موسم چئجي ٿو.
سوال 89: فضا يا وايومنڊل ڇا آهي؟
جواب : ڌرتي گئسن جي ته ۾ ويڙهيل آهي جنهن کي فضا يا وايومنڊل چئجي ٿو.
سوال 90: گرمي پد ڇا آهي؟
جواب : گرمي پد معنیٰ گرمي جو درجو. ڪنهن به مادي جي ڪوساڻ يا ٿڌاڻ کي گرمي پد چئجي ٿو.
سوال 91: گرمي پد ماپڻ واري اوزار کي ڇا چئبو آهي؟
جواب : ٿرماميٽر.
سوال 92: گرمي جو درجو ماپڻ لاءِ ڪهڙا ٿرماميٽر استعمال ڪيا آهن؟
جواب : 1. فارنهائيٽ 2. سينٽي گريڊ.
سوال 93: فارنهائيٽ ۽ سينٽي گريڊ تي ڪيترا درجا هوندا آهن؟
جواب : فارنهائيٽ تي 32 کان 212 تائين ۽ سينٽي گريڊ تي 0 کان 100 درجن تائين.
سوال 94: هوا جو داب ڇا سان ماپيو آهي؟
جواب : بيروميٽر.
سوال95: هوا جي رفتار ڇا سان ماپبي آهي؟
جواب : سنيموميٽر.
سوال 96: گِهم ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : فضا ۾ موجود پاڻي جي مقدار کي گِهم چئجي ٿو.
سوال 97: مينهن کي ڇا سان ماپيو آهي؟
جواب : رين گيج جيڪو ملي ميٽر ۾ ماپيو آهي.
سوال 98: ڪڪر ڪيئن ٺهندا آهن؟
جواب : پاڻي بخار ٿي مٿي ويندو آهي ته ڪڪر ٺهندا آهن. ننڍا ننڍا ڪڪر پاڻ ۾ ملي گهاٽا ڪڪر ٺاهيندا آهن.
سوال 99: موسم جي علم کي ڇا چئبو آهي؟
جواب : موسم جي اڀياس يا علم واري سائنس کي ميٽرالاجي چئجي ٿو.

سوال 100: واچُوڙا ڇا آهن؟
جواب: واچُوڙا سخت طوفان آهن جيڪي سمنڊ جي مٿان ايندا آهن.
سوال 101: آمريڪا ۽ چين ۾ واچُوڙن کي ڇا چوندا آهن؟
جواب : آمريڪا ۾ واچوڙن کي هيريڪين ۽ چين ۾ ٽائفُون چوندا آهن.
سوال 102: ثقافت ڇا آهي؟
جواب : ڪنهن قوم جي خاص جڳهه تي رهڻي ڪهڻي جي طريقيڪار کي ثقافت چئبو آهي.
سوال 103: ثقافت ۾ ڪهڙيون شيون اچي وڃن ٿيون؟
جواب : کاڌو، لِباس، ادب، رانديون، موسيقي، ڪتاب، ريتون ، رسمون.
سوال 104: پاڪستان ۾ ڪهڙيون بوليون ڳالهايون وڃن ٿيون؟
جواب : اردو، سنڌي، سرائڪي، بلوچي، براهوي، پنجابي، پشتو، داردي وغيره.
سوال 105: پاڪستان جي قومي زبان ڪهڙي آهي؟
جواب : اردو.
سوال 106: مسلمان ڪهڙا ڏينهن ملهائيندا آهن؟
جواب : عيد الفطر، عيد الأُضحى، عيد ميلادالنبي.
سوال 107: عيسائي ڪهڙا ڏينهن ملهائيندا آهن.؟
جواب : ڪرسمس ۽ اِيسٽر.
سوال 108: هندو ڪهڙا ڏينهن ملهائيندا آهن؟
جواب : هولي ۽ ڏياري.
سوال 109: پاڪستان جي قومي راند ڪهڙي آهي؟
جواب : هاڪي.
سوال 110: سنڌ جي قومي راند ڪهڙي آهي؟
جواب : ملهه.
سوال 111: سنڌ جا مشهور ميلا ڪهڙا آهن؟
جواب : شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو ميلو، سچل سرمست جو ميلو ۽ قلندر شهباز جو ميلو.
سوال 112: عبدالله شاهه غازي جي مزار ڪٿي آهي؟
جواب : ڪراچي ۾.
سوال 113: ساڌ ٻيلي ۾ هند جو ميلو ڪٿي لڳندو آهي؟
جواب : سکر پرسان.
سوال 114: سعدي موساڻي جي مزار ڪٿي آهي؟
جواب : ميهڙ پرسان نئون ڳوٺ ۾.
سوال 115: شاهه عبدالڪريم بلڙي واري جي مزار ڪٿي آهي؟
جواب : ٽنڊو محمد خان ضلعي ۾.
سوال 116: اڏيري لعل پير جو ميلو ڪٿي لڳندو آهي؟
جواب : خيبر پرسان.
سوال 117: راما پير جو ميلو ڪٿي لڳندو آهي؟
جواب : ٽنڊو الهيار ۾.
سوال 118: عبدالله شاهه اصحابي جي مزار ڪٿي آهي؟
جواب : مڪلي ۾.
سوال 119: مصري شاهه جي مزار ڪٿي آهي؟
جواب : نصرپور ۾.
سوال 120: سمن سرڪار جي مزار ڪٿي آهي؟
جواب : پنگريو شهر ضلعي بدين ۾.
سوال 121: ساجن سوائي جي مزار ڪٿي آهي؟
جواب : تلهار ۾.
سوال 122: پنجاب ۾ ڪهڙن بزرگن جا عرس ملهايا ويندا آهن؟
جواب : داتا گنج بخش ( لاهور ) بابا فريد گنج شڪر ( پاڪ پٽڻ )
بهاءُالدين زڪريا ( ملتان ) بلهي شاهه ( قصُور )
سوال 123: بسنت ۽ بيساکي جو ميلو ڪٿي ملهايو ويندو آهي؟
جواب : پنجاب ۾.
سوال 124: سِڄي جو کاڌو ڪٿي پچايو ويندو آهي؟
جواب : بلوچستان ۾.
سوال 125: بزڪشي ڪٿان جي راند آهي؟

جواب : بلوچستان جي.
سوال 126: شندور پولو راند ڪٿي کيڏي ويندي آهي؟
جواب : چترال ۾.
سوال 127: صوبائي حڪومت جو شاخون ڪهڙيون آهن؟
جواب : ٽي شاخون: قانونيه، انتظاميه ۽ عدليه.
سوال 128: پاڪستان جي وڏي ڪورٽ ڪهڙي آهي؟
جواب : سُپريم ڪورٽ.
سوال 129: صوبي جي وڏي ڪورٽ کي ڇا چئبو آهي؟
جواب : هاءِ ڪورٽ.
سوال 130: ضلعي جي وڏي ڪورٽ کي ڇا چئبو آهي؟
جواب : سيشن ڪورٽ.
سوال 131: ڪجھ فلاحي ادارن جا نالا ٻڌايو؟
جواب : سگا ( سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن )، ايڌي فائونڊيشن، ڇيپا ايمبولينس سروس.
سوال 132: مواصلات جي معنى ٻڌايو؟
جواب : مواصلات جي معنى آهي ٻين تائين پيغام پهچائڻ ۽ ٻين کان پيغام وٺڻ.
سوال 133: مواصلات جا ذريعا ڪهڙا آهن؟
جواب : خط، ٽيليفون، انٽرنيٽ، موبائل.
سوال 134: ٽيليفون ڪڏهن ۽ ڪنهن ايجاد ڪئي؟
جواب : 1876ع ۾ گراهم بيل ايجاد ڪئي.
سوال 135: اِي ميل جي معنى ٻڌايو؟
جواب : اليڪٽرانڪ ميل يعني برقي ٽپال.
سوال 136: سُورما يا سُورميون ڇا کي چئبوآهن؟
جواب : اهي ماڻهو جيڪي بغير ڪنهن لالچ جي پنهنجي ملڪ ۽ قوم لاءِ ڪو وڏو ڪم سر انجام ڏين يا قرباني ڏين انهن کي سُورما يا سُورميون چئبو آهي.
سوال 137: ڪجھ سورمن جا نالا ٻڌايو؟
جواب : ڊاڪٽر اديب رضوي، ملالا يوسف زئي، ارفع ڪريم، بينظير ڀٽو، علامه آءِ.آءِ قاضي، حيدر بخش جتوئي، سائين جي.ايم سيد.
سوال 138: علامه آءِ.آءِ قاضي جو پورو نالو ٻڌايو ۽ هو ڪڏهن ڄائو؟
جواب : امداد علي ولد امام علي قاضي. دادو ضلعي جي قديم ڳوٺ پاٽ ۾ 19 اپريل 1886ع ۾ ڄائو.
سوال 139: علامه صاحب اعلى تعليم ڪٿان حاصل ڪئي؟
جواب : علي ڳڙھ ۽ لنڊن مان قانون.
سوال 140: علامه صاحب ڪهڙو اهم ڪم سرانجام ڏنو؟
جواب : سنڌ يونيورسٽي جو پهريون وائس چانسلر مقرر ٿيو ۽ يونيورسٽي لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو.
سوال 141: علامه آءِ.آءِ قاضي ڪڏهن وفات ڪئي؟
جواب : 13 اپريل 1968ع ۾.
سوال 142: حيدر بخش جتوئي ڪڏهن ڄائو؟
جواب : 1901ع ۾ لاڙڪاڻي ضلعي ۾.
سوال 143: حيدر بخش جتوئي هارين لاءِ ڪهڙو اهم ڪم ڪيو؟
جواب : 1950ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ مان قانون پاس ڪرايو ته هاري کي زمين جي پيداوار جو اڌ ملندو.
سوال 144: حيدر بخش جتوئي ڪڏهن وفات ڪئي ۽ کيس ڪهڙو ايوارڊ ڏنو ويو؟
جواب : 1970ع ۾ وفات ڪيائين. 2001ع ۾ حڪومت طرفان هلالِ پاڪستان جو اعزاز ڏنو ويو.
سوال 145: ملاله يوسف زئي ڪٿي پيدا ٿي؟
جواب : 12 جولاءِ 1997ع ۾ سوات ضلعي جي شهر مينگورا ۾.
سوال 146: هن ڪڏهن " گل مڪئي " ڊائري لکي؟
جواب : 2009ع ۾ 12 سالن جي عمر ۾.
سوال 147: ملاله تي حملو ڪڏهن ڪيو ويو ۽ سندس علاج ڪٿان ڪرايو ويو؟
جواب : 9 آڪٽوبر 2012ع تي. سندس علاج انگلينڊ جي شهر برمنگهم مان ڪرايو ويو.
سوال 148: ملاله کي دنيا جو ڪهڙو مشهور ايوارڊ ڏنو ويو؟
جواب : نوبل انعام 2014ع ۾.
سوال 149: مائڪروسافٽ ڪمپني جي مالڪ جو نالو ٻڌايو؟
جواب : بِل گيٽس.
سوال 150: ڪهڙي پاڪستاني ڇوڪري 9 سالن جي عمر ۾ مائڪروسافٽ جي سند يافته هجڻ جو اعزاز ماڻيو؟
جواب : عارفه ڪريم.

سوال 151: 2007ع ۾ ڪهڙي پاڪستاني عورت کي اسڪواش ۾ صدارتي ايوارڊ ڏنو ويو؟
جواب : ماريه ٽُور.
سوال 152: هفت زبان شاعر ڪنهن کي چيو ويندو آهي؟
جواب : سچل سرمست کي.
سوال 153: سچل سرمست جو اصل نالو ڇا هو؟
جواب : عبدالوهاب.
سوال 154: سچل سرمست ڪهڙين ٻولين ۾ شاعري ڪئي؟
جواب : سنڌي، سرائڪي، فارسي، پنجابي، اردو ۽ بلوچي.
سوال 155: سچل سرمست ڪڏهن ڄائو ۽ ڪڏهن وفات ڪيائين؟
جواب : سچل سرمست 1756ع ۾ ڄائو ۽ 1827ع ۾ وفات ڪيائين.
سوال 156: سچل سرمست جو مقبرو ڪٿي آهي ۽ ڪنهن ٺهرايو؟
جواب : درازا شهر ۾. سندس مقبرو مير رستم علي خان ٺهرايو.
سوال 157: سچل سرمست جو عرس مبارڪ هر سال ڪهڙي تاريخ تي ملهايو ويندو آهي؟
جواب : هر سال 14 رمضان تي.
سوال 158: شاهه عبداللطيف ڀٽائي ؒ ڪڏهن ۽ ڪٿي ڄائو؟
جواب : 1689ع مطابق 1102 هجريءَ ۾ هالا حويليءَ ۾ ڄائو.
سوال 159: شاهه عبداللطيف ڀٽائي ؒ جي والد جو نالو ڇا هو؟
جواب : شاهه حبيبؒ.
سوال 160: شاهه عبداللطيف ڀٽائي ؒ جي ترڙ ڏاڏي جو نالو ڇا هو؟
جواب : شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو.
سوال161: شاهه عبداللطيف ڀٽائي ؒ پاڻ سان گڏ هميشه ڪهڙا ڪتاب ساڻ رکندو هو؟
جواب : قرآن شريف، مثنوي رومي ۽ شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو رسالو.
سوال 162: شاهه عبداللطيف ڀٽائي ؒ جي شاعري جي ڪتاب کي ڇا چيو ويندو آهي ۽ ان ۾ ڪيترا سُرآهن؟
جواب :" شاهه جو رسالو ". شاهه جي رسالي ۾ 30 سُر آهن.
سوال 163: شاهه عبداللطيف ڀٽائي ؒ کي ڪهڙن نالن سان ياد ڪيو ويندو آهي؟
جواب : لال لطيف، ڀٽائي گهوٽ، ڀٽ شاهه. شاعرن جو سرتاج.
سوال 164: شاهه عبداللطيف ڀٽائي ؒ ڪڏهن وفات ڪئي؟
جواب : 63 سالن جي ڄمار ۾ سن 1752ع مطابق 1165 هجريءَ ۾.
سوال 165: شاهه عبداللطيف ڀٽائي ؒ جي مزار ڪهڙي شهر ۾ آهي؟
جواب : ڀٽ شاهه ( ضلعو مٽياريءَ ) ۾.
سوال 166: شاهه عبداللطيف ڀٽائي ؒ جو ميلو هر سال ڪهڙي تاريخ تي لڳندو آهي؟
جواب : 14 صفر تي ڀٽ شاهه ۾.
سوال 167: شاهه عبداللطيف ڀٽائي ؒ جو مقبرو ڪلهوڙن جي ڪهڙي حڪمران ٺهرايو هو؟
جواب : ميان غلام شاهه ڪلهوڙي. 1754ع ۾ ٺهرايو. عيدن رازي ٺاهيو.